# "قادم قوي"

## ميان قائم الدين فقير شر جو چونڊ ڪلام



مرتب ڪندڙ فقير غلام حيدر شر گودڙيءَ ۽ ميان قائم الدين فقير شر

ڇپائيندڙ: فقير غلام حيدر شر گودڙيءَ اڪيڊمي

# "قائم قوي"

## چونڊ ڪلام

ميان قائم الدين فقير شر جو

Mushahid Ali Shah

D.M. Baloch



سهيڙيندڙ:- وفا نواز علي شر

مرتب:- محسن علي "محسن" شر

ڇپائيندڙ:- فقير غلام حيدر شر گودڙيه اڪيڊمي
مينگهو فقير شر
تعلقه ميرواه ضلع خيرپور

ڇپائيءَ جو سال سيپٽمبر ۱۹۹۱ع

ڪاپيون تعداد هڪ هزار

سهيڙيندڙ:- وفا نواز علي شر

مرتب:- محسن علي "محسن" شر

قيمت -/۱۵ روپيه

ملڻ جو هنڌ:-

فقير ساعت علي شر

پوسٽ آفيس مينگهو فقير شر وايا نئري ميرواه



ميان قائم الدين فقير شر جو هي چونڊ ڪلام

"غلام حيدر فقير شر گوڏڙيءَ اڪيڊميءَ طرفان"

سنڌ سجاڳ پريس پراڻي ميونسپالٽي جيڪب آباد مان ڇپائي

ڳوٺ مينگهو فقير شر مان پڌرو ڪيو.

# مهاڳ

## 'قائم' مرشد قرب ڪيو آهي - محبت مچ مچايان ٿي

اوڀر کان اڀرڻ وارو سج هر روز روشني جا ڪرڻا زمين ڏانهن موڪلي ٿو ۽ سندس روشني هر هڪ کي فيضياب ڪري ٿي.

سج - ذري ذري تي پيدا ڪيل انساني ويچا حدون - تقسيمون - فرق ۽ ورهاڱا ليکي ني ڪولي. هن جي روشني هر هڪ لاءِ برابر آهي. اهڙي طرح جڏهن به ڪو رمزن وارو صاحب پنهنجي اندر جي روشني کي نروار ڪرڻ چاهيندو آهي تہ پوءِ اها روشني لفظن جو روپ وٺي شاعري جي صورت ۾ ساري عالم کي روشن ڪندي آهي

جڏهن قائم فقير محبت ۽ سلوڪ جي واٽ کان لانگهائو ٿيو تہ سندس اندر جي لاٽ شعرن جي روپ ۾ نروار ٿي. اها واٽ گهڙي هئي سائين سچل! ۽ سائين قائم فقير به اها روايت نڀائي ۽ مرشد جي قدمن جي نشانن تي هلندي شاعري به ڪيترين زبانن ۾ ڪيائين- جهڙوڪ :- سنڌي - سرائڪي - اردو - پنجابي - فارسي وغيره ۽ جا بجا قرآن جون آيتون ۽ عربي مثال به شعرن ۾ موتين وانگر جڙيائين- جنهن مان سندس علم وفضل - زبانن تي مهارت ۽ شاعري مرتبي جي خبر پوي ٿي.

فقيري سلسلي جي جنهن خاندان سان سندس تعلق هيو، ان ۾ سلوڪ ۽ رمزن جا چاڙهو پيدا ٿيندا رهيا آهن ۽ اهو سلسلو پيو هلي- **فقير غلام حيدر گودڙيہ** رحہ کان **وفا** تائين.

**قائم** فقير شاعري ۾ جي ڪيترين ئي صنفن تي شعر چيو آهي- جهڙوڪ :- حمد، مولود شريف، منقبت، ٽيهہ اکري، ڪافي وغيره.
قائم فقير جي شاعري ۾ زبان تي پڪڙ، جذبن جي سچائي،

عقيدت ۽ محبت، پڌل دل جو اخلاص، شعر جي جوڙجڪ جو علم، الفاظن جو ذخيرو ۽ انهن جو وقتائتو استعمال ٿيوري جوڻن تي نظر ٿو اچي.

اهلبيت رسول پاڪ جي محبت ۽ عقيدت قائم فقير جو مسلڪ هيو. خاص طور تي حضرت علي؏ حيدر ڪرار سان سندس محبت ۽ عقيدت بي‌مثال هئي. جنهن جو اظهار هن هر رنگ ۽ هر زبان ۾ دل کولي ڪيو آهي.

جس هجي اسان جي نوجوان وفا علي نواز شر کي جيڪو پنهنجي مشڪل ۽ مصروف زندگي مان وقت ڪڍي اڃان تائين ادب سان نينهن نڀايون اچي. سندس هر پيشه هجڻ جي ناتي سان مونکي حيرت آهي ته وفا ايترو وقت ڪٿان ٿو آڻي جو اڃان شعر ۽ ادب سان وفا ڪندو پيو اچي. رب پاڪ کيس اڃان به وڌيڪ همت ۽ صلاحيت ڏيندو. اهڙن همراهن جو وجود ئي آهي جيڪو ادب ۽ شعر جي لاٽ کي اجهامڻ نه ٿو ڏي.

هن ڪتاب جي پڙهڻ سان نه صرف ايمان ۾ اضافو ٿيندو پر اندر جي اڄ به لهندي. فقير جي شاعري عقيدت، سچائي، خلوص محبت ۽ نماڻائي جو هڪ خزانو آهي ۽ اوهان جي اڳيان آهي.

ڪروڙين سر هجن قائم، ڪيان سڀ يار توُن صدقي
ڪروڙين قدمن تان قرباني، ڏيان ڏهه وار ڏهه ڏهه ڏهه

**محمد اعجاز حسين**

قائم سر قربان سچڻ تئون جان صدق سڀئو واري ڙي

# ميان قائم الدين فقير شر

## مختصر تعارف

ڳوٺ مينگهو فقير شر تعلقہ ميرواه ضلع خيرپور ۾ اڄ کان تقريبا ١٩٧ ورهيہ اڳ فقير غلام حيدر شر ”گودڙيو“ عليہ رحمت پيدا ٿيو ۽ ١١٦ ورهيہ اڳ وفات ڪيائين.

فقير غلام حيدر شر گودڙيو جو ذڪر سال ١٩٦٠ع ۾ ڪتاب ”ديوان فقير غلام حيدر شر“ ۽ ١٩٨٣ع ۾ فقير غلام حيدر شر گودڙيہ اڪيڊميءَ طرفان ڇپرايل ڪتاب ”گودڙيو جي گونج“ ۾ تفصيل سان اچي چڪو آهي ۽ پڻ ”گودڙيو جي گونج“ ۾ فقير قائم الدين شر جن جو مختصر ذڪر بہ اچي چڪو آهي.

فقير غلام حيدر شر گودڙيو کي ست پٽ هئا. جن جا نالا هئا. ١- مينگهو فقير شر ٢- علي مراد فقير ٣- دين محمد فقير ٤- در محمد فقير ٥- خداداد فقير ٦- ڳوڌر فقير ۽ غلام نبي فقير.

ميان قائم الدين فقير، فقير غلام حيدر گودڙيو جي وڏي فرزند مينگهو فقير جو پيو نمبر پٽ هيو.

فقير غلام حيدر گودڙيہ ١٢٩٦هہ ۾ وفات ڪئي ۽ سندس وڏو فرزند مينگو فقير گادي ڌڻي ٿيو ۽ ١٣١٣هہ يعني اڄ کان ٩٩ سال اڳ وفات ڪيائون. مينگهو فقير جي وفات بعد سندس فرزند فقير غلام شاه غازيءَ کي پڳ ٻڌرائي ويئي. هن غازي مرد بہ ٧٧ ورهين جي عمر ۾ اڄ کان ٧٧ سال اڳ وفات ڪئي. فقير غلام شاه غازيءَ

وفات ڪري چڪو هيو. جنهن

جي وفات ڪان اڳم ئي فقير قائم الدين فقير بعد سندس ٽيون نمبر پاڻ مراد علي فقير گادي

ڪري غلام شاه فقير بعد سندس ٽيون نمبر پاڻ مراد علي فقير گادي

ڌڻي ٿيو جو غلام شاه فقير کي نرينه اولاد نه هيو.

مٿي ذڪر ڪيل ٿوري تفصيل جو مقصد اهو آهي ته قائم الدين

فقير جي تاريخ ولادت ۽ وفات ناياب آهي پر مٿين احوال مان معلوم

ٿئي ٿو ته فقير صاحب ميان قائم الدين فقير اڄ ڪان اٽڪل هڪ سئو

ٽيهه ورهيه اڳ ڄائو هيو ۽ اڄ ڪان اٽڪل اسي پنجاسي سال اڳ

وفات ڪيائون.

قائم الدين فقير دستار بند عالم هيو. سنڌي عربي ۽ فارسي تي

کين عبور حاصل هو. لاثاني حڪيم پڻ هئا. سندن شاعري سنڌي.

سرائڪي فارسي ۽ اردو تي مشتمل آهي. سندن شاعري ۾ سه حرفي

(ٽيهه اکري) مناقبه سنڌي اردو ۾ چيا اٿن جيڪي موتين جي مالها وانگر

سهڻن لفظن ۾ پوتل آهي ۽ هر هڪ اهل علم جي دل وري وري پئي

پڙهڻ ۽ ٻڌڻ گهرندي. اهڙي طرح سندن شاعريءَ مان فقير جي علمي

لياقت جي پروڙ پوي ٿي.

فقير قائم الدين جي شاعري جملہ شاعرانہ خوبين سان سرشار نظر اچي

ٿي. فقير جي شاعريءَ ۾ وحدت الوجود جا نڪتا نمايان نظر اچن ٿا ۽

گڏوگڏ مجازي محبت جا مٺڙا ٻول ۽ ورهه جا ورلاپ به موجود آهن.

فقير صاحب جي شاعريءَ ۾ حمد - مولود شريف - مناقبه - ڪلام -

سه حرفي - ڪافي - غزل ۽ مناجات اچي وڃن ٿا.

فقير صاحب جي ڪلام ۾ لفظن جي بيمثال بيهڪ ۽ جڙاوت اهڙي

ته پڪي ۽ پختي آهي جو هر پڙهندڙ ان مان روحاني سرور ۽ قلبي

سڪون حاصل ڪري سگهي ٿو. سندس سموري شاعري سنڌي

ادب لاءِ انمول تحفو آهي.

سارا ڪيان ستار جي تعريف رب جبار جي
قادر ذاتي ڪلتار جي صانع سمٰوات و زمين
خلقيو جنهين خير البشر والي امم شافع حشر
معراج تنهنجو ٿيو حشر بالا صدر عرش برين
قرآن ۾ قادر ثنا واليل ياسين و اضحيٰ گفته است رب العالمين
عاصين سندو آهي اجهو واهر وسيلو ولهن جو
نرڙون گنهگارن تڪيو شافع شفيع المذنبين
سيد سچي جا سر بسر آهن معجزه مشهور تر
انگشت آن شق القمر سالار سيد المرسلين
اصحاب تنهنجا سڀ سچا چارئي ڏرا درگاهه جا
يارا رسول الله جا آهن خاص خلفائي راشدين
صديق صاحب يار هو سنگتي سو منجهه غار هو
داور ٿيو دلدار هو چون جلوه مه روشن جبين
عادل عمر هو بي ريا عثمان غني ڪان حيا
مولا علي مشڪل ڪشا آهي امير المؤمنين
پس پاڪ پيارا پنجتن لولاڪ ۾ ڏس شان تن
عرشان اٿي چادر متن سردار صاحب اجمعين
اهو وصي مصطفيٰ يعني علي المرتضيٰ
زوجه بتول پارسا هل اتيٰ شانس ببين
حضرت حسن مه مجتبيٰ شبير شهداءِ ڪربلا
در روز محشر زو شفا آن رحمت اللعالمين
مسڪين غم ڪيو مبتلا شاڪر شڪر صابر بلا
يعني امام الاتقيا شاه زين العابدين
باقر امام متقي جعفر جلي ڪاظم ولي
موسيٰ رضا مثل علي آن سيدي سالار دين
محمد تقي نوري تقي مهدي و عسڪر مبتدي

مخـــزن علـــوم ســـرمدي هـــادي هـــد اللمتقين
چاچـــا محمد مـــصطفيٰ عبـــاس حمـــزه بـــا وفـــا
ســـرور متـــان هـــا ســـر فـــدا رحمـــت بـــر ايـــشان راحمـــين
فـــاني عمـــر جـــو فكـــر كـــر ذاتـــي خـــدا جـــو ذكـــر كـــر
شـــب و روز رب جـــو شـــكر كـــر دنيـــا و مـــا فيهـــا د ريـــن
هـــي جـــگ چـــڏي تيـنـــدين جـــدا وينـــدي كنـــدو نـــاهين الـــودا ع
سنـــسار ســـارو تـــي فنـــا خوانـــده ســـبق علـــم اليقـــين
قـــائم متـــي كـــو كـــرم كـــر راحـــم ثنـــا گـــو رحـــم كـــر
منهنجـــا گناهـــ ســـپ بخـــش كـــر هـــستي غفـــور الـــراحمين

بارك الله تعاليٰ لنا ولكم وتقبل الله لنا ولكم
ولسائر المسلمين اجمعين انه تعاليٰ
جواد كريم ملك بره رب الرؤف الرحيم

# مولود شريف

مدني آءُ سهڻي سڄڻ سيدا - اڄ احمد عربي ڄام ميان

توکي مقام مليو محمودا، پيغمبر پيغام لڳا - تون آهين ڪل جو امام ميان

اولي العزم منجهه محشر مرسل سڀ گهرن تو شاهه - شفا ڏي عاصين ڀي انعام ميان

وعدو ٿيو ولسوف جو - واحد تو تي عطا آب عزت اڪرام ميان

قائم سان منجهه قبر محشر - پلو ڪندو اچي پال، پلا ڏئي ڪلمون ڪلام ميان



ٿمر

نرگس نين سياه سڄڻ دي ناز ڀري نروار ڏونهين
ڪاڪل سنبل خجل ڪريندي مشڪ ختن تاتار ڏونهين
مژگان تير ڪمانان ابرو خاص خنجر تلوار ڏونهين
نال عشاقان ڪرن اڙائي سيني وچ ستڪار ڏونهين
قامت سرو صنوبر طوبيٰ غنچه دهن گلزار ڏونهين
لب مرجان يا لعل بدخشان خنده شڪر گفتار ڏونهين
چنچل چال ڪيتي شرمندي فيل ڪبڪ رفتار ڏونهين
شمس قمر قربان ٿيون واه صدق صدق صد بار ڏونهين
شوق شبير شبر دا شامل دوست ميڪون درڪار ڏونهين
حسنؑ حسينؑ حمايت ميڏي مولا دي مختيار ڏونهين
"قائم" حامي وچ حشر دي نبيؑ عليؑ سردار ڏونهين



ڪيڏي ڪانگل تو ڏيان جيءُ ٻڪيون جيرو،
وڃي ڪاڻ ولايت ۾ جتي دوستن جو ديرو،
ٻچين ماڻ- ٻريت مان ٻڌين ٻري پيرو،
قتل هي ڪيهو "قائم" قرباني ٿيو.



راڄا سياڻا ميندرا ڪامل اچ ڪاهي،
مهڙا جي مومل جا لعلڻ چڙ لاهي،
مومل ماندي ماڙئين ورونهين ناحي،
نڪر اچ ناهي "قائم" ڪنور ڪاڪ جا.



ڪاڪيون ڪامل ڪاڪ ڪئي سوڍي سڏائي
ولسوف يعطيڪ ربڪ فترضيٰ- ٿي سيد سڻائي
ڪڍندو ٻار ڪهين جا مرسل مڙيائي
لائق لهرائي "قائم" ڪاوڙ ڪاڪ تون

بسم الله الرحمن الرحيم



# تيهه اڪري



## در شانِ حضرت علي عليه السلام

الف :- آ افلاڪ انا فتحنا جو فخر عليؑ
انما اڪمل، اڪابر، اطهر و انور عليؑ

ب :- آهي باطن بقا جو بوالحسن باب العلم
بدر بربر ۾ بهادر بي مثل برتر عليؑ

ت :- ڪيا تابع تمامي تخت طهور و بوتراب
ترت ڪيو تاراج ٽبرستان جو تڪبر عليؑ

ث :- ڪرڻ ثابت ثنا ثواب آهي ثقلين ۾
ثاقب النجم النبوت جو ثاني پيغمبر عليؑ

ج :- جانب جيءَ جو جائي مصطفيٰ جو مرتضيٰ
جنهن جيڏو پيو، ناهه جڳ ۾ ڪيو خدا جابر عليؑ

ح :- حبيب الله آهه حيدر حفاظت دين جي

خ :- خدا خوشنود، خوشتر، خاص وٽ خيرالبشر
خوب تر خالق اڳيان خورشيد دين خاور عليؑ

د :- دلگيرن جو داور دائما دارين ۾
دادگر، داناء، دريا، دين حق دفتر عليؑ

ذ :- آهه ذوالجود ذاڪر ذوالعليٰ وٽ ذوالجلال
ذوالعزم ۽ ذوالعلم آهه ذ ت حق ذاڪر عليؑ

ر :- رباني رمز روحڪ روح روحي مصطفيٰ
رحم ڪندڙ، رهنما، آهه، راهه حق رهبر عليؑ

ز :- ڪفر زنار ٽوڙي زبر سان ڪيائين زيردست
زال - رستم کان زياده زور زوراور عليؑ

سنڌو سيني مومن سيد سالار آهه

س :- سلطنت منبر جو سائين ساقيءِ ڪوثر علي۴
آءِ شمس الضحيٰ بابا سنڌو شبر و شبير

ش :- شاهه نجف شير خدا منجهه شاطر علي۴
صاحب صف شڪن صاحب صداقت جو ڌڻي

ص :- صبح صادق دين جو صوبو صفي صابر علي۴
ڪيو ضايع ضلالت ضرب سان اهل ضلال

ض :- ضرب ضارب تيغ سان مضطر ڪيا ڪافر علي۴
ڪئي طاها ڌڻي طغيان جي طاقت تمام

ط :- طبع طلعت پاڪ طينت طيب و طاهر علي۴

ظ :- ظهور و ظل سبحان الذي اسريٰ سنڌو
ظلم - ظلمت - جهل - ظالم ويا ٿيو ظاهر علي۴

ع :- عالم علم جو عربيءَ جو عمزادو علي۴
عيب هوش - عالم - امت عاصين آذر علي۴

غ :- آ غمخوار پيغمبر جو غازي غضنفر
منجهه غزوه غازي ڪيو غالبو ڪفر ٻاهر علي۴

ف :- فتح فتاح ڌاڻهن فياض فائض ڪي ملي
فيض منڌي - فتحيابي فخر دين مفخر علي۴

ق :- آءِ قرآن قابل جو قدر مقدور آهه
قبلهءِ عالم قبا قربت ڪرين قادر علي۴

ڪ :- جرئت ڪفر ڪافر جي ڪيئي ڪيهر ڪرار
ڪرم درياءِ ڪرامت جو ڪڪر مقرر علي۴

ل :- آءِ لپڪال لائق امر يزل جو لاڏلو
لا فتيٰ لا سيف راڄي هٿ لوئي لشڪر علي۴

م :- چيو "من ڪنت مولا" مرتضيٰ کي مصطفيٰ
ملڪ جو مالڪ ٿيو مولا مظهر نسر علي۴

ن :- آءِ نائب نبيءَ جو نور نوري نامدار
ناقص کي نوازيندڙ نهي ناصر علي۴

و :- وصي وارث وسيلو والي ولايت والضحيٰ
وہ وسيلو واھرو ورنھہ ولھين واھر علي؏
ھ :- ھدالِلمتقين ھادي ھدايت مھتديٰ
ھم وجود و ھم نفس ھمراز پيغمبر علي؏
ل :- آءِ لاريب لاثاني نبيءَ جو لاڏلو
چٽ ڏٺي لولاڪ نما لا مثل برتر علي؏
ء :- ايزد جو اسد اڪبر اميرالمومنين
الامر ۽ والقول آھہ مصطفيٰ مظھر علي؏
ي :- يگانو يڪ وجود و يار ياور سان نبي؏
يا علي يعني وصي آءِ ھار پيغمبر علي؏
سيدا سڻ سوال منھنجو مرتضيٰ مشڪل ڪشا
ڪر مدد ڪونين ڪامل ننگ پرور ياعلي؏
خوف خطرا خام خيالي ڏور ڪر ڏک ڏيل جا
درد منڊن جي دوا درمان داور يا علي؏
عرض سڻ مسڪين جو بھر حسين حيدر ڪرار
جھل ظالم نفس جي ڪان منجھہ نظر ڌر يا علي؏
واسطي الله جي دارين ۾ ٿيءُ دستگير
امن ايمان امن تنھنجو تا بہ محشر يا علي؏
دست دامن ۾ وڌو "قائم" قوي محڪم ڪري
جان ڪني جي وقت وائي ڪلمو ٿئي واھر علي؏



## ڪلام

مست و مست قلندر لال - ناميان نوري ھئين ننگ پال
عشق الله دا ڪر امدادي - ھٿون حيدر ڏي تون حال
ڪوجھي ڪملي مئين بدڪاري - اڳيان ڪر تون قرب ڪمال
عيب افعال نہ ڏيک اسا ڏي - پلا پلائي ڪر تون پال
ڪوثر جام پلاوين ساقي - جذبہ قائم جوش جلال

## ڪلام ( ١ )

مرشد مسند تنهنجي قائم قيامت تائين
دوست درازي دائم - حامي هادي حيدر
پنجتن تنهنجي پاڪر - سيد توسان ساڻين
نظر محمد مرسل ساڻي - صاحب دلدل
معاف ڪري سڀ مشڪل عرض قبول ڪيائين
يار پري پاڻهيئي - اڳڻ اسان جي هاڻي
جاني جواني ماڻين - حاضر ناظر چاڻين
قائم تنهنجي ڪلنگي - رمز رلايو رنگي
ننگ پالڄ هي ننگي - ٿاهه برهه جو ٿاهين -



## ڪلام ( ٢ )

واه واه نينگر تيڏي ياري - تيڏي ياري هئي بره بهاري
ملي يار ٿيوي غمخواري - مئين صدق صدق پلهاري
ڪاڻ داتا جو عذر ڏتوئي - وڇون بهشتان آپ ٽڙيوئي
بر جام جلال پيتوئي - هئي بات بره دي باري -
جيوين نال حلاج هلائي - شاه شمس دي کلڙي کلائي
سر صوفي دا نيزي چڙهائي - ڪيتي شاه حسين سواري
ڍوليا ٽرسي مئين ٽرڻ نه ڏيسان - گهن گهوڙي دي واڳ جهليسان
پانهان پڌڪي مئين عرض ڪريسان - تيڏا زور غريبان دي زاري -
سرخي سيد ابان سر لالي - تيڏي نيڻان دي رمز نرالي
ڪيڍي آون خنجر خالي - ڏيندي ابرو سيف اولاري -
مني ڀهڳڻ تيڏي هي بولي - جند جان ڪران مئين گهولي
تيڏي گوليان دي هان مئين گولي - پاوان پاند ڳچيء ڳل ڳاري -
ڪر قائم سر قرباني - جند جان صدق مهماني
مليا شاه درزاي جاني - آوين دوست ڏيوين دلداري -

## ڪلام ( ٣ )

علي حق حيدر ڀڄي ڪوٽ خيبر - پڇي سوال سائل آ جو قيد ڪون ڪر
توري ۽ ناهه ترهو وساهو ولهن جو - تو ڪي حال معلوم ننگي ننگ پرور
منجهون مهر محبت ڏيو جام وحدت - ڪري پر پياريو ساقي حوض ڪوثر
هادي هل اتي ۾ لائق لانتي ۾ - شهنشاهه اعلي ڪيو تنهنجو شان قادر
قائم دست دائم وڏو آهه محڪم - ڏيو ذوق ذاتي سيد سراسر

★ ★ ★

## ڪلام ( ٤ )

منهنجي مارن جا ٿرن تي ڏاٽا - ٻـــرپٽن پاٽان - ســاهه سيٻا ٽان
پلپل پڪاران تن من تنوااران - سانگين سنپاران - اذڪرا وراٽان
وڇ ۽ وسنڌن ولهار - گاهن جا گلزار - چارن ڌڄ ڌنار - ٻڪر ٻا ٻاٽا
پنوهارن منجهه پچار - گويا هي گفتار - مارو ميل ستار - الله اوتاٽا
سانگي مون سردار - پنوهارن منجهه پچار - قائم قربدار ڏوڪي ڏاڏاٽا

★ ★ ★ ★ ★

## ڪافي ( ٥ )

اٿـــي عشق عجب اسرار ڇڏي ڏي حـرص هوائي -
تا رڪ ٿـــي توحيد ۾ - هــرط نعرو نينهن ننـگ
هي جوان ڪتي هل جنگ - اٿي پوءِ صلح صفائي -
سولي تـــي منصور ڪي - عـــشق ڪيو اظهـــار
هڻي نـــعرو نينهن نروار - اڃي جنهن رمـز رلائي -
دوست بـــنا داريـــن ۾ - اٿي پيو سڀ ڪوڙ قصور
هـڪ محب رکين منظور - وڃي ٿي هي ۽ عمر اجائي -
قائم قـول ڪريم ڪيو - آهـي سڄن سچي سردار
ويهـــي ڪيـــن وســـار - پلي ڪئي آهه پال پلائي -



## فارسي غزل



وردست در زبانم نام علي علي - شب روز ثنا خوانم نام علي علي
من كنت گفت مرسل مولائي مومنان را - رهبر وسليم دائم نام علي علي
بشكست در خيبر بازوئي عمروانتر - آن شاه شهه شهانم نام علي علي
كون و مكان نه دانم كس رابجز علي - روز حشر صنمانم نام علي علي
قائم غلام قنبر - قنبر غلام حيدر - قربان تن و جانم نام علي علي



## ڪلام (٦)

منهنجو پاڻ سڃاڻ - وڃي تي هيءَ ويل وهاڻي
ملڪن تي سجدا ڪيا - تو کي سهسين سلام
اها مرد پروڙج مام - آهين تون عين آرياڻي -
ونحن اقرب و يجهڙو - اهو عشق ڏنو اهڃاڻ
سڀئي پنهل آهين پاڻ - سمجهه هيءَ ڳالهه سڃاڻي -
وفي انفسكم سمجهه اشارو - تو ۾ حج حضور
آهين نور ن اعلي نور - سڄڻ جي پاڻ سڃاڻي -
قائم ڪيف ڪلال جو - ٿيو آهه نينهن نشو نروار
تون ته سمجهه سڄڻ سچار - يار ڪيئي جا قالوءَ ڪهاڻي -



## ڪافي روپ سارنگ

دم دم ڏس ديدار - تو ۾ سر آهي سارو -
وهو معكم تنهنجو تو ۾ - عاشق ڪر اعتبار
سر سواءِ تي ڏي سينگاري - انا الحق اظهار
قائم دائم آهي دابر - وٺي نه ڇاڻيج وار -

# ڪلام ( ٧ )

ڪري حملو حسن آيو نسنگ نروار وه وه وه
خنجر پيڪان جيئن پنبليون چشم چيڪار چھہ چھہ چھہ

ڪمان- قوس قزح آهہ ابرو شمشير ايراني
چڙهي آهہ فوج دوراني دلي دهڪار دهہ دهہ دهہ

لکين لقمان افلاطون ٿيا حيرت ۾ حيرانا
ڪيئي داناءَ ديوانا حسن بازار ڦهہ ڦهہ ڦهہ

ڪاڪل ڪلنگي زلف زنگي هٽي پاڻ جن دل پنگي
پهري جنسار سڀ جنگي تفنگ تلوار ٺهہ ٺهہ ٺهہ

ڪري جلوو آيو جاني - ڪرڻ مشتاق قرباني
عجب لب لعل مرجاني - شڪر گفتار شهہ شهہ شهہ

ڪروڙين سر هجن قائم ڪيان سڀ يار توُن صدقي
ڪوڙين قدمن تان قرباني - ڏيان ڏهہ وار ڏهہ ڏهہ ڏهہ



# ڪلام ( ٨ )

ڏي خبر خاطي ادا پانڌي پرين جي پار جي

توسان جڏهن ياري رکيم - سر خلق جي خواري ڪنيم
ماڻهن ملامت ڏک ڏنم - هيءَ جاءِ ناهي تڪرار جي

تو ريءَ نہ ٿي جيئي مري - ڳٽيءَ ڳاراٽي ۾ ڳري
وهلو اچج واهر ڪري - آءُ مل مٺا منٺار جي

دل درد جون دانهون سٽي - وهلو ايندا واڳون ڪٽي
هي هوت ويا هينئڙي هٽي - آهيان پٽي بيزار جي

قائم سري قربان ڪيان - ڏهہ سر هجن تان پي ڏيان
هڪ پرت پيالو ڏي پيان - حب حيدر ڪرار جي۔

## ڪافي

رخ تنهنجي روشن ڪيو جلوه ڪلام الله جو
وصف ياسين والضحيٰ آهه شان شائع شاهه جو

زلف يا واليل يا ظلمات يا سنبل چوان
ابرو قاب قوسين او ادنيٰ منهن منور ماهه جو

چشم مازاغ البصر الف قد يا سرو قام
ڪيو ظهورو تو اچي خالص خليل الله جو

گفت موسيٰ رب ارني لن تراني شد جواب
ٿيو ڏسو معراج مرسل روبرو الله جو

ناهه طاقت توڪي قائم هن ثنا تعريف جي
احد احمد هڪ ڏسو آهي قسم الله جو



## ڪافي

تن مارن لئه ڏڙي عمر ماندي منڌ مري
راتيو ڏينهان رڙي ڳوڙهن ڳات پري

مارن ريءَ جا ماندي - قيد ڪري تو آندي
هيڪر ٿيان هيڪاندي - سانگين ريءَ نه سري

عمر ابا ڪا ايندا - ور تيون نال ويندا
بديون سڀ بخشيندا - ٿورو قرب ڪري

موڪل ڏي ملڪ وڃان - مارئيڙن سان ملان
حاڪم لاهه هلان - ڏس تون ڏيان ڏري

قائم جن جي گولي - پانهپ تن سان پولي
لنئه لنئه ۾ آهه لولي - پرت پنهوارن پري

# ڪافي

ڪري موڳي مڪر ٿي مر - اٿي ڪوڙا دنيا جا دم

نه دوريءَ نمرود ٽڙايو - بهشت جيئن شداد جوڙايو

توڙي جام جوڙيو جم جم

دنيا دقيا نوس نوايا - ڦريل ڪيئي فرعون ڀوڙايا

توڙي هئا حاڪم

ڪوڙي ڀولي ڀڙوي آهي - هلي نه ڪنهن سان توڙ نباهي

ڪري ڪيها ڪميني ڪم

خطرا خام وڃائي خالي ٿيءُ - مست الست موالي

ڇڏ ڪوڙ ڪيڏي "قائم"



# ڪافي روپ ڪوهياري

ڏني پنهل پانهن سيراندي - ڪندو پاڻهي پوري پاندي

ڪالهه قالوءَ جا قول ڪيا ٿي - ڀهڳوڙ سان جي ٻول ٻڌا ٿي
جانب توکان ڪين جدا ٿي - منڊ منان ٿيئن تون ماندي

ونهن اقرب عشق اللايو - ڀينر ڀولو ڀيو نا ڀانيو
عشق الله ريءَ پنڌ اجايو - آهي پرين جو هي پاندي

دمدم پنهنجو دوست سنڀارج - ور وڇوڙو ڪين وسارج
ڏوري ڏوري ڏونگر ڏارج - اڃي هوت ڪنڌءِ هيڪاندي

شاه درازي فقر فياضي - بيرنگ بره نڀائي بازي
غور ڪندو اڃي غوثل غازي - وره ڪان نا هيان واندي

ڪاڻ تنهنجي ڪي آه ڪلنگي - نوري نامير آهي ننگي
وڳا ڏيندو رانول رنگي - چونڊي چونڊي چاندي

لا تقنطو ترهو "قائم" انفسکم اشارو آيم
مولا ڏس محبوب ملايم - هت ڏس امر ارادي آندي

## ڪافي

جوڳي جانب جيءَ ۾ - راتيو ڏينهان تا ڏورن،
موتو قبلل انت موتو - منهن مرڻ ڪان مور نه موڙن.
وفي انفسڪم سمجهه اشارو - هر چڱي تا پاڙن،
محبت جي ميدان ۾ - منهن نه تا موڙن.
قائم قول قالوءَ سان - ايت الستي اورن.



## ڪافي روپ ڪوهياري

ڪيئن ڪجل پائن ٿيون
ڪجليون ڪيئن ڪمائن ٿيون
ديدان دلبر يار جون - گهوٽ گهورن سان گهائن ٿيون
باڙليون ڏين بازن جيان - خون جگر جا ڪائن ٿيون
موهي وجهن ٿيون مشتاقن کي - چشمان چوٽ چلائن ٿيون
محبت جي ميدان منجهه - ڪوڙين قتل ڪرائن ٿيون
قائم سر قربان ڪريان مان - ڪيئي ڪوٽ ڪنهائن ٿيون

★ ★ ★

## ڪافي روپ ٻروو

ڪوجهي ڪميني ڪملي پيش پرين تو پيئي
ٻڌن هاٿي آهيان
ٻر ٻر تي پاڏائيان، سنگ نه ٻيو ڪو ساهيان
جيهي تيهي تنهنجي آهيان
دوست ديري ويهه اچي منجهه ويڙهي، ڪندو معاف مدايون
جوڙ جتن جي ناهيان
آءُ اچي ڏي آڌر نيڻ وهن ڪيو ليڪر، تنهنجي در تي دابر
قائم جهڙا ڪيئي.

## ڪلام (١٢)

علي ؑ حق حيدر پڇـي ڪوٽ خيبـر
ڀڃي سوال سائل آجو قيد ڪون ڪر

تو ريءَ ناهه ترهو وسيلو ولـهن جـو
توکي حال معلوم ننگـي ننگ ٻـرور
منجهون مهر محبت ڏيو جام وحدت
ڪري پر پيارو ساقي حوض ڪوثـر
هادي هـــل اتـــي ۾ لائق لافتـــي ۾
قائم دست دائم وڌو آهه محڪم - ڏيو ذوق ذاتي سيد سراڀر

## ڪافي

اک تورا ڀلايون ڀانيان ٿي - ڳڻ ڳايان ٿي

ڳل وچ ڪفني هٿ وچ ڀوڙي - ڀرين ڪارڻ پايان ٿي
شهنشاهه درازي فقر ڏيا ضـــي - صدقي شيس نوايان ٿي
اڱڻ اسان جي آيو دلبر - سرهي سيج وڇايان ٿـــي
قائم مرشد قرب ڪيو آهه - محبت مچ مچايان ٿـــي



## ڪلام روپ سورٺ

پسي حور پري غلمان ٿيڻ قربان لڳي

آيـو شور بـازار ۾ - مصري ٿيا مستان - ڏسڻ ڪنعان لڳي
گلگون رنگ گلابي چهرا - سوز درد سامان - نظر پريشان لڳي -
چاهه اندر لک بابل جا - هاروتي حيران - امـل انسان لڳي -
قائم ڪرتون صبر سلاڻ ڪئون - عشق عجب آفات - زمين آسمان لڳي -

## ڪافي

### دين علي ايمان علي آهي اعليٰ افضل شان علي

طالب ٻيو نہ طيب ٻيو - ريءَ مرتضيٰ مشڪل ڪشا
حيدر آهہ حڪم هيڻن جو - درد مندن درمان علي -
انا فتحنا هل آتي ياسين ڏسو
ترت ڪيائين تعريف توهانجي قادر منجهہ قرآن علي -
ساقيءِ ڪوثر شافع محشر قائم قرب قرار علي
عشق الله ارشاد ڪيو - ڀر جام ڏيو پيمان علي -



## ڪلام ( ٩ )

### شاه علي درياه علي - حق هيڻن جو همراه علي

لحمڪ لحمي دمڪ دمي حضرت جو همراه علي
ترت لنگهائيندو تاب طفيلان عاصي لڳ الله علي -
توريءَ ترهو ناهہ تڪيو ٻيو وارث ڪر ڪاواه علي
حب گهران حسنين حمايت آهہ پنجتن پشت پناه علي -
هر جاءِ تنهنجو نور نظارو جاڏي ڪاڏي آهہ علي
مدد مدامي ڪر مسڪينن ناميا نور نگاه علي -
قائمؔ ڪونين ڏسو آهہ قرب ڪلام الله علي
ڏاڙو جي دارين دلارو داور جي درگاه علي -



## ڪلام (١٠)

موڳا اٿئي مڪار ملان مردار چوان -

نور تڪن ٿا نڏر نڏورا - وينا ڪن ويچار
انڌا آزار چوان -
مردي خور مقامي ڇبرا - پس پٺين جا پار
ڇٺيل ڇوڏار چوان -
قائم ڇڏ تون ڪنڌ ڪٽن جي - روحي ٿي رهوار
ننسگ نروار چوان -



## ڪلام (١١)

نام خدا ٺهاريو جانب جنڌي جياريو
ساقي شراب وحدت پيالو پري پياريو -

تنهنجي حسن لائي هولي - لنو لنو اندر لولي
گولن سندي هيءَ گولي - آتڻ اچي اُجاريو -
دم دم اوهان جي دلبر - آهي ياد گيري ياور
فرمان آيو فند ڪرته وارث نه مون وساريو -
ڪامل قبول محمد نوري نظر محمد
نالي ڏٺيءَ جي خاوند - هيءَ سائل سخي سڏاريو -
تنهنجي عشق جي علامت - ماٺهو ڏين ملامت
توريءَ قائم قيامت - طالب پنهنجي ڪي تاريو -



# ڪافي روپ بسنت

## باغ و بهار ڪليا گلشن سنبل سرو سمن سوسن

ڻانگر مگرو گـل عباسي - سوراج صورت سير سنياسي
چست چنبيلي چـاه چمن
نرگس نين چوان بادامي - مصري جنگي رومي شامي
مرجان چون غنچـه دهـن
ڪرنو گـل گلاب گلابي - خاڪي ناري بـادي آبي
سونه رمز رابيل روحي روشن
قائم ڪول آهي دلجاني - هر جا حسن بسنت حقاني
سونه پاڪ پيارا پس پنجتن



# ڪافي

## باغ و بهار ڪليا گلزار - هر جا حسن لايـو هـڪار

تجمل تڪمي لائي بهاري - گل بنفشه گـل گلزاري
بلبل پونئرن جـي پڪار
رنگ رابيل ريحان رسايـو - گل گلاب آه سدا سوايو
سرس سچو ڪيو اچ سينگار
سوسن سرخ سفيد زنگاري - واه پوشاڪ پهري پياري
واه چهري لائـي چمڪار
قائم حي قيومي هادي - واه دي عشق ڪئي آبادي
نهريون نيڻ وهـن نـروار



# ڪافي

## منهنجي مارن جا مڙن تي ڏاڏا - بر ڏيپن پاڏان

ساه سيباڙـا

پل پل پڪاران تن من تنواران - سانگين سنڀاران
اڪر اوراٽا
ويءِ وسنئن ولهار گاهن جاگلزار - چارن ٽڻ ڏنار
پڪر پاپاٽا
پنوهارن منجهه پچار گويا هيءَ گفتار- مارو ميل ستار
الله اوتاٽا
سانگي مون سردار پنوهارن منجهه پچار- قائم قربدار
ڏوتي ڏاڏاٽا



## ڪلام روپ سورٺ

## تنهنجي حسن ڪيا حيران سوين سلطان چوان

غب غب ۾ جيئن غرق سڪندر - يوسف منجهه ڪنعان
مصر زندان چوان
ادهم ابراهيم ڇڏيو هو - سارو سڀ سامان
تنهنجو تولان چوان
پير بزرگ شيخ مشائخ - ڪوڙين منجهه ڪفران
مثل صغان چوان
هدهد حيرت ۾ ڏس آندو - مسترسليمان
صبا ايران چوان
ملڪ فلڪ سڀ ٿيا سلامي - باري بره بيان
زمين آسمان چوان
دم دم دلبر جي ٿيا در تي - جن ملڪ انسان
قائم قربان چوان



## ڪلام (١٣)

## خوني خنجر ديدان دلبر ڪيفي ڪن ڪلور

مرڻ کندا منظور ميان -
مر نيندا ميدان بهادر - مرڻ جيئن منصور ميان -
سوريءَ تي سر سورهيہ ڏيندا - مرد جيئن منصور ميان -
سوريءَ تي سر سورهيہ ڏيندا. مرد جيئن شاه حسين حضور ميان
ڪربل ۾ جيئن قتل ڪرائيہ
مرد ڪيو معراج منور - نورن اعليٰ نور ميان -
عشق موج عطار تي آئي - برهہ ڪري پرنور ميان
سرمدجو ڪيئن سيس ڪٽايئہ - ديدن هي دستور ميان -
قائم ڪيف ڪلال پياري - مست ڪيو مخمور ميان
نينهن نشو نروار ڪري پوءِ - ورهہ نيا وهلور ميان -

# ( ڪلام )

عشق جي اوڙاهہ ۾ سر اڇلي تيءَ سرخو -
دم دم پسين ديدار تون - آهي رمز روحي روبرو -

منصور سوريءَ تي چڙهي - وهہ مرد ڏس معراج ڪيو -
و فــي انفسڪم چئي - آهي نبض تو ۾ فن ڪرو -
انــا احمد بــلا ميمي - سڏن ڪيو سرور سچي
بسم الله و الحمد للـه - موج مرسل مو بہ مول -
قــم بــاذن الله چئي - نينهن تنهن نشان ڪيو
قم بـا ذني شمس چئي - قول قائم ڪو بڪو -

★ ★ ★ ★ ★

# ( شعر سندي )

هي سر صدقہ يار تون توڙي سوين سر هجن -
قدم متون قربان ڪوڙين قرباني ڪيان متئون قدم قربان
" قائم " منجهہ قافن هوت حمايت آ ڏيو


## شعر


### ڪرنا ڪيچن ڪاٺي ڪچائي ڪچنار

سمن نہ سئي ھٿي ڪا گلاب سي گفتار
مٿي چوان منڌ ڪي ھلبو ھاڙھي پار
پالڪ چوڪا سوئا توڪا چنبيلي چانگار
قائم ٿيءُ قرار - توسان دوست گڏيو لڄاءِ ٿي -

## ڪافي

### پنھل آيو اڱڻ جيڏيون - ڪئڻ ڪي ڪوھہ ڪاريندس-

ڪري چرخي ڪي ڇپهاڙيون - پڇي پينر تڪا تاڙيون
ڏسان پنھنجو يار ڏھاڙيون - اديون آتڻ اجاريندس-
ڏھن اقرب سڄڻ نيڙي - اچي ويٺو وري ويڙھي
اديون دابر منھنجي ديري - سوين ٿورا سنڀاليندس-
ازل ڪؤن ئي اڳي منھنجو - سٽائو يا ڳب ھو پينر
پنھل آيو پڪي پيھي - سمن سر تيون سينگاريندس-
قائم دابر لايو ديرو - وساريو يار ڏس ويڙھو
منھنجو ٿيو يار سان ميڙو - ڏيھين ڪي آءُ ڏيکاريندس-

## ڪافي

### رمز لڳي جنھن ڪي راڏول جي - سي ورھہ ڏيا وھلور جي

حسن ڪيا حيران ھزارين چشمن چڪنا چور ميان -
جوش جلايو جمل جنھين جي - موسيٰ ءِ ڪوہ طور ميان
عشق عجب اسرار الاھي - سارو ذوق ظھور ميان
ونھن اقرب ويجھو وارن ڪون - دابر ناھي دور ميان
ڪاڪل ڪلنگي زلفان زنگي - زوريءَ لڙن ضرور ميان
ابرو قاب قوسين اوادني - قائم ڪرن ڪلور ميان





## کافي



موتي اڇ مينڌرا کيون راڻا رهاڻيون
مومل تکيدي مينڌرو ويٺي راتيو وهاڻيون
تنهنجي چاهه چريون کيون جيکي سوڍا سياڻيون
ڳالهيون تنهنجون ڳجهيون سڀ سيني سمائيون
راڻو آيو راڄ ۾ ٿيون سڀ سوڍيون سهائيون
قائم آيو کارئي لاهي کـــاوڙ کهاڻيون



## کافي

هر جاءِ هي جلوه يار دا — هاذا يقين العاشقين
حور و پري جن و بشر — ملڪ و فلڪ زير و زبر
ديدار هيءَ دلدار دا — هـذا يقين العاشقين -
طالب آپ مطلوب هي — مشتاق خود محبوب هيءَ
محرم آپ اسرار دا — هـذا يقين العاشقين -
قائم قيوم قدير هيءَ — آپ مير وزيـــر هيءَ
سوڳند سچي دلدار دا — هـذا يقين العاشقين -



## کافي

مارن سندي ملڪ تي کيا مينهن ماندا ڻا
قسمت قيد الماءِ جا چڏ لاهي لوها ڻا
چانور چسا چور مان پـن کائڻ کانجاڻا
موکل ڏي ته مٿين ملان کري ويجها وراڻا
وسرن کين وجود مان اهي عمر اباڻا
قائم مـولا ميليا - مونکي سانگي سيپاڻا



## ★★ ڪافي ★★

ديدان دلبر فوج دوراني مزگان تير ڪٽاري
ونگ وجهن اڙ پنگ دلين کي ڏيڻ نسنگ نرواڙي-

مارن ڪيئي مهمير هزارين حملہ سان هڪواري ڙي
ڪائن حون دلين جو ديدان ترس نہ ڪن تڪراري ڙي-

سينہ سٿن سيف ايراني ابرو ڏئي اُلاري ڙي
زلفان زنگي جنگي فرنگي جشي حسن هزاري ڙي

لب مرجان يا لعل بدخشان عنچہ دهن گلزاري ڙي
ملڪ فلڪ جا ڪيا هن قابو زهري ظالم زاري ڙي

قائم سر قربان سڀڙ تون جاني صدق سؤ واري ڙي
دلبر آيو ديد ڏيڻ سانجي درسن جي درڪاري ڙي -

★ ★ ★

## ڪلام

ڏنهنجي ڏاب حسن تجلات ڏسي صلوات چوان-

موسيٰ طور جلايو تجلي - رب ارني اثبات
ظهورو ذات چوان -

خضر سڪندر مک موهن مؤن - آندو آب حيات
زلف ظلمات چوان -

ملڪ فلڪ سڀ ٿيا مستانا - عشق عجب آفات
برهہ جي بات چوان -

قائم ڪر تون صبر سلڙ کون - محمن ملاقات
برهہ برسات چوان -

★ ★ ★ ★

بسم الله الرحمن الرحيم

# مناقبہ در شان حضرت علي عليہ السلام

شاهہ مردان شير يزدان قوت پرور دگار
لا فتيٰ الا علي لا سيف الا ذو الفقار

ثنا تعريف رب جي آهہ جو صاحب ستار
جنهن کيو پيدا محمد مصطفيٰ مختيار کار
کئي ثنا جبرائيل حيدر مرتضيٰ جي بار بار
شاه مردان شير يزدان قوت پروردگار..............

شاهہ مردان نام جنهنجو نازنين حيدر ڪرار
جنهن جو حزب الله بابو بندہ پروري شمار
منجهہ بهشتن تو ڪري رضوان گويا هيءَ ويچار
شاه مردان شير يزدان..............................

آل احمد تي چئي صلوات رب پرور دگار
کئي ثنا قرآن ۾ ياسين طٰہٰ ۽ تبار
تا زمين آسمان ڪن هر دم هميشہ هي پڪار
شاه مردان شير يزدان..............................

تون علي گوهر در مڪنون آبدار
خاص خوش خوشبوءِ عالم ۾ کلي مشڪ تاتار
تا چون چيني فرنگي عرب عجمي آشڪار
ساه مردان شير يزدان..............................

قيصر و جمشيد خاقان تنهنجي در تي خاڪسار
تنهنجي درسن لاءِ هزارين تا سڪن عالم آذار
تا پڙهن صلوات دم دم سيدا عالم هزار
شاه مردان شير يزدان..............................

تنهنجي حشمت دبدبي کان خارجي ٿيا خوار
دائما ترسان و برزان سو ندورا نابڪار
جڏهن پڌائين گفتار عالم ٿا ڪرن ارڙهن هزار
شاهه مردان ..............

سيد ثقلين آهي نعرو تنهنجو نامدار
جانب منجهه پنهي جهانن مدد صاحب ذوالفقار
ٿا کهن ماڻهو ملڪ جن ديو شارو سنسار
شاه مردان ..............

منجهه سخاوت ۽ شجاعت آهين شاطر شهسوار
لک سيڙ لاکا ۽ حاتم ٿا پنن تو پائدار
ٿا پڙهن هي ورد سڀ عابد ثوابي گنهگار
شاهه مردان ..............

تون اهو ساڳيو علي المرتضي حيدر ڪرار
الولد سر لابي - آهه قول احمد جو قرار
توتي راضي آهه رسول الله ۽ پنجتن ۽ صاحب ستار
شاهه مردان ..............

من چگويم اين ثنائے حمد چون کرده جبار
گفت چون صلو عليه و آله پروردگار
هم و ظلائف بر زبانم نام تو اي نامدار
شاه مردان ..............

من سگ- دروازه تو قائم غلام داغدار
ڪن عطا امداد خلعت دين دنيا پائدار
تا کنم شکران هم هرجائي هردم بيشمار
شاه مردان ..............

دين ايمان تو گهران هادي هدايت مون ڏيار
غير خطرن کان ڇڏائي ڪر اچي آزاد يار
ٿئي منهنجي سڪرات سنهنجي ختم ڪلمه جي قرار
شاهه مردان ..............

# ( ڪافي بولو )

بولا ذوق زاري - بولا ذوق زاري - ڪري غمگساري
ڳـل پاند ڳاري - سگها مل سهڻا - بولا ذوق زاري -

بولا عيش برلب - هر روز هر شب - ملي يار ڪب ڪب
سگها مل سهڻا بولا ذوق زاري ......................

بـولا بين جـينر - سونيهن رنگ ڪيسر - ڪيتا بـره بيسر
سگها مل سهڻا بولا ذوق زاري ......................

بولا ذوک ماري - ماري ترت تاري - جگ جگ جياري
سگها مل سهڻا بولا ذوق زاري ......................

بولا هـي حلالي - ڏيندا پـرت پيالي - بره بـي مثالي
سگها مل سهڻا بولا ذوق زاري ......................

بولا ڏند دلبند - ڪيتا پرمت پيوند - لب لعل گلقند
سگها مل سهڻا بولا ذوق زاري ......................

بولا زلف خم خم - قـم ليل قـم قـم - ڏيندا جام جم جم
سگها مل سهڻا بولا ذوق زاري ......................

بولا باهه پڙڪي - جند جان تـڙڪي - حسن فوج چڙهڪي
سگها مل سهڻا بولا ذوق زاري ......................

بولا بـي بهائي - جند جان فدائي - قسـم خـدائي
سگها مل سهڻا بولا ذوق زاري ......................

بـولا دوڙ دائـم - نال قرب **قائم** - ڪري سير صائم
سگها مل سهڻا بولا ذوق زاري ......................



# کافي

ويکو هرجا دلبر يار آيا کري صورت دا سينگار آيا

کتان هندو تي مومن هئي - کتان کافر پاءِ زنار آيا
کتان پانيڙ ملان قاضي هئي - کتان رند الست اسرار آيا
کتان شيعه تي سني هئي - کر مذهب دا تکرار آيا
کتان حنبل شافعي مالک هئي - کتان سولي سر سردار آيا
کتان عيسي موسي يحيي هئي - کتان يوسف وچ بازار آيا
کتي مرسل تي معراج کري - کتان دلدل دا هسوار آيا
کتي گورکنات مڇيندا هئي - کتان مست قلندر وار آيا
کتان آپي چاکي ہاري هئي - کتان نوري ناري نار آيا
کتان نرمل نانک شاه ٿيا - کتان سچل يار سچار آيا
کتان بلا شاه عنايت هئي - کتان شرف وچون تاتار آيا
قائم سر قربان فدا رک - رمز عجب رفتار آيا
سبحاني ما اعظم شاني - گويا کر گفتار آيا



## شعر (پنجابي)

ميکون ملیا من وچ ماهيا - کتھ کيکر جاوان
چرخا چار ڏکر مئين کيتا - کيوين پاندي پاوان
رات ڏينهان هي تات ماهي دي - لنؤلنؤ دي وچ لاوان
کيڙا پيڙا مول نہ پاوي - سٹو ڙي ميري ماوان
"قائم" کم ماهي دا هويا - کنهن کون آک سناوان



## ⁑⁑ ڪافي ⁑⁑

### چاهه چمن تي شاهه حسن ديان آون فوجان ٹواڑيان
### مئين گهولڑيان

گونا گون سڻاون گفتي خوب عجب خوش ٻولڙيان
مئين گهولڑيان

آون ڏاون پاون سهڻي چيرا ڪلنگيان چولڙيان
مئين گهولڑيان

تيا چاندراڻ چمن ٻولان حسن لايان دم هولڙيان
مئين گهولڑيان

هر جاء هادي حيدر مليا ڳوٺ ڳلي جنهن ڳولڙيان
مئين گهولڑيان

اڱڻ اساڏي آيا سهڻا پؤ لٿي سڀ پولڙيان
مئين گهولڑيان

**قائم** خاص علي دي در دي گوليان دي مئين گولڙيان
مئين گهولڑيان

★ ★ ★ ★

## ڪافي

### ماهي ميڏي ويڙهي آيا ڪرڪي پرش گدائي
### قسم خدائي

ڪن وچ ڪنديل مک وچ مرلي - ٻسمي ٻيڪ بنائي قسم خدائي
ڪيڙي ٻيڙي سڀ گهول گهتان - تينون چشمان چوٽ چلائي
مالڪ ملڪ دا ماهي هويا - ٻئي سڀ خلق هوائي
اڱڻ اساڏي سهڻا آيا - ڪرڪي پال پلائي
**قائم** چاڪ پوشاڪ ڏکيندا - هي رانجهو رمز رلائي

## ڪافي

### چنگ ٻيئي وچ چولي - انحد ٻولي ٻولي

صورت سڀ سلطاني سہرڪيو سبحاني جاڙي ڪاڙي جاني
اکيان ڪوئي ڪولي

داہر لايون ديدان عشق ڪرايون عيدان اصل هيم اميدان
جان صدق گهولي گهولي

ورهہ وڄايو وارو منجهہ اناالحق نعرو وحدت جو وسڪارو
عشق عجائب ٽولي

شاهہ درازي دم دم حامي هادي هردم پر ينءَ رکيو ٻرتم
آيو قائم ڪولي



## ڪافي

### خوني نيڻان دا هي نظارا - ڪن ملڪ داين لٽ ڌاڙا

تيڏي ظالم زلفان زنگي - آهن درس دوراني جنگي
چڙهہ مارن فوج فرنگي - گهت پيچ ڪمند گل گارا
تيڏي نيڻان خوني خنجر - ڪر آون فوجان لشڪر
ڪي مارن کهري ڪزبر - ڏي ابرو سيف الارا
لب مرجان لعل بدخشان - چهہ ڪنعان چاه زندان
جيوين يوسف مصري زندان - واه ڏند سونهن سيپارا
ڪيئي دوڙ دلاور آون - ڪڙڪي مرد ميدان ملهاون
ول پير پچون تي مول نہ پاون - ڪترا نينهن مريندا نعرا
ڪر قائم سر قرباني - جند جان صدق مهماني
مليا شاهہ درازي جاني - ڏتي ساقي سرڪ سڪارا



## كافي

### ديدار بن درمل نهين - هاذا علاج العاشقين

كوڙين طبيبان آوندي - تو بن نه ميفون پاوندي
دلبر بيا حالم بہ ببين - هذا علاج العاشقين -
هر جاءِ هي جلوه يار دا - دارين وچ دادار دا
فوق و تحت فلڪ و زمين - هذا علاج العاشقين -
قائم سڄڻ تيڏي ڪول وي - پانڌط والي پيچ پول وي
ان الله يحب المحسنين - هذا علاج العاشقين -



## كافي

### پيچ زلفان دي پؤ گئي گل ول ڙي ميان
### پريم پيالا پيتم پل پل ڙي ميان

چٽ پٽ چشمان چٽڪن قت ست قت ست سيني ستڪن
رمز روحي دل مل ڙي ميان -
دم دم دلبر پالين - همدم دلبر پالين - صنم سنڀالين
عمر نہ آؤسي ول ول ڙي ميان -
چاڪر چاڪر چاڪر اپنا - نوڪر نوڪر نوڪر سهڻا
بردا بشڪ بلڪل ڙي ميان -
قائم دائم سرڪ صراحي - ساقي باقي اسم الهي
صاحب ڪوثر دل دل ڙي ميان -



سنڌم ڏاڏي رجب علي فقير ولد علي مراد فقير
والد غلام حيدر فقير گودڙيه جو ڪجهه ڪلام هٿ
آيو آهي جو حاضر آهي.
*وفا*

## ڪافي

جهل ڏس جتن جون ويون ڪاڏي ڪتارون
جادوگر جت هئا، ويا ات به اُڏاريون
سورن سسئي جو نيو آ حسن هيڪارون
وري ايندم ولهو پڌي پاڪارون
راضي ٿيءُ رجب سان لهه سگهو سنڀارون
سٽي ٿي هان سرهي، هوتن هونگارون

( شعر )

آڻايو ته اچان هاڻي جي ٻيهان ٻرهه ٻهير
سرٿيون ساهڙ چام لئه مونکي جاڳيي سڪ سبيل
رڻ ۾ رس رجب سان پارس منهنجا پير
مديني جا مير ڪيج ڪو داد دلگير جو

( ٢ )

الا آهي آڻ جن ڏني مون ڏينهن تيام
آهون عاجز جون سٽي ڪر ڪا ور وراڻ
اهي اچن اڱڻ تي، جن سان هئي روح رهاڻ
کوهيارل جي ڪاڻ، ٿي رجب راهه نهاريان

( ٣ )

آيا ڪي ايندا، مون ڏي سنهريا سڄڻ
پڪي لنهن پاڄهه جي، اچي ڏکيءَ کي ڏيندا
اچڻ ساڻ عجيب جي وهم سڀ ويندا
هميشه هوندا، راضي شال رجب سان

بسم اللہ الرحمن الرحیم

# اردو مناقب

## در شان امیرالمومنین حضرت علی علیہ السلام

شاہ مرداں سن میری فریاد یا مشکل کشا
تجھ سوا کرتا نہیں کوئی داد یا مشکل کشا
صدقہ حسنین کر امداد یا مشکل کشا
دل میری کر عشق سے آباد یا مشکل کشا
خانہ دشمن کرو برباد یا مشکل کشا

تم شفیع ابوالبشر ہو ابوالحسن یا بو تراب
نوح سے طوفان میں ہمراہ تم عالی جناب
نام لینا ہے تیرا دارین میں عین و ثواب
مدعی تیرا ہمیشہ خارجی خوار و خراب
ہل أتی یاسین ثنا ہے مرتضیٰ مشکل کشا

ہو تمہیں استاد سے اول جناب جبرائیل
دی بشارت نور سے ان کو بچالی اسرائیل
مصر میں یوسف کو دی بادشاھی بےدلیل
ہر نبی اور ہر ولی کا آپ ہو کامل کفیل
کر گناھوں سے مجھے آزاد یا مشکل کشا

ہے یداللہ فوق ایدیہم ثنا قرآن میں
انما طاھا مزمل تیرے عالیشان میں
سلمان کو تم نے چھڑایا دشت کے ایوان میں
شیر سے جس کو چھڑایا مدد کر میدان میں
دل چھڑا اندوہ سے کر شاد یا مشکل کشا

ھو تم ھی گوھر یگانہ جسکا ہے کعبہ صدف
عمر انتر کو بدر برابر میں کیا تم نے تلف
فتح خیبر و خندق لاسیف زن ھو صف بصف
لا فتی اِلا علی لا شاہ تیرا ہے شرف
دین ایمان کر مجھے امداد یا مشکل کشا
حیدر کرار صفدر یا امیرالمومنین
تو ولی اللہ اکبر یا امیرالمومنین
دین کا داور دلاور یا امیرالمومنین
ھو محمد کے برادر یا امیرالمومنین
اب مجھے کر عشق کا ارشاد یا مشکل کشا
ذکریا زبیر سے شامل تم ھی
طور پر موسیٰ کلیم اللہ سے شامل تم ھی
صلیب پر عیسیٰ روح اللہ سے سامل تم ھی
آگ کر بستان خلیل اللہ سے شامل تم ھي
مجھکو رکھ دارین میں آباد یا مشکل کشا
یا علی میرے لئے تیرا جام ہے ھر شفا
یا علی تو ہے وصی ئے مصطفیٰ
یا علی صدقہ حسنین ۴ کے معاف کر میری خطا
قائم کا شب روز داد رس فریاد یا مشکل کشا
شاہ مردان سن میری فریاد یا مشکل کشا

## کافي

### منصوري مهتاب حال حلاج قبول محمد

نيهن نوازش كري تو نامون سو نهن پريو سر تاج
اكيون جنهين جون روپ پريون آهن كيو عشق سندو معراج
كوڙين عاشق نيٺي پهچائي جڏه كولي رخ جو نقاب
صدقہ علي نوازش كر تون منجهہ بره بي حساب
قائم دائم تخت تنهين كي عشق وارو انعام -

# ڀل ناءُون

| صفحو نمبر | سٽ نمبر | غلط | صحيح |
|---|---|---|---|
| ٣ | ١١ | ڪان بعد ۾ | حب تنهن حب المتين حامي حشر حاضر علي |
| ١٣ | | لائق لاتي ڪان بعد ۾ | شهنشاهه ڪيو تنهنجو قادر |
| ١٥ | | تي ڪلام نمبر ١٠ | پڻ غلط آهن جيڪي صحيح |
| ١٩ | | ۽ شعر ڪرنا ڪيچين | دستياب ٿي نه سگهيا. |

سنڀاليان سڌ ڪيان، ڪيا اٿم سخن سچي
سچرط بنان ساڻيهه تي، ڪنٿي هان ڌک ڌچي
من آزارئون آزاد ڪري، تو عربي جام اچي
ساجن تو سرچي، سهڻي "رجب" سات ۾



